# قبرن جون

## اندروني حالتون

**08-May-2025**

هفتيوار سنتن ڀري اجتماع ۾ ٿيڻ وارو

سُنّتن ڀريو بيان

(For Islamic Brothers)



8 مئي، 2025ء (بمطابق: 10 ذوالقعده، 1446ھ)

تي پاڪستان جي هفتيوار اجتماعات ۾ ٿيڻ وارو بيان

# قبرن جون اندروني حالتون

هن بيان ۾ توهان ڄاڻي سگهندؤ...

- ✿ ... افضل ترين شڪر...............
- ✿ ... هڪ ڪفن چور جو عبرتناڪ بيان.............
- ✿ ... صديق ۽ عمر جو وسيلو ڪم اچي ويو....
- ✿ ... قبر ۾ ڪم اچڻ وارا ڪجھ وڌيڪ اعمال........

پیشکش

اَلْمَدِیْنَۃُ الْعِلْمِیَۃ

Islamic Research Center

(شعبہ: بیاناتِ دعوتِ اسلامی)

FOR FEEDBACK
(+92) 315 2692 786

GET MORE SPEECHES
(+92) 310 8882 033

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَ الصَّلٰوةُ وَ السَّلَامُ عَلٰى خَاتَمِ النَّبِيّٖن ط

اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ط بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصْحٰبِكَ يَا حَبِيْبَ الله

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا نَبِيَّ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصْحٰبِكَ يَا نُوْرَ الله

نَوَيْتُ سُنَّتَ الْاِعْتِكَافِ (ترجمو: مون سنّتِ اعتڪاف جي نيّت ڪئي)

# دروِد پاڪ جي فضيلت

حضرت ابو فضل قُومَسَاني رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْه تمام وڏا عاشقِ رسول ۽ نيڪ انسان هئا. هڪ دفعي خراسان مان هڪ عاشقِ رسول سندن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو: اَلْحَمْدُ لِلّٰه! مان مسجد نبوي شريف ۾ ستل هئس، مون تي ڪرم ٿي ويو، عرش تي وڃڻ وارا، جنت جو سير ڪرڻ وارا، رب جا محبوب نبي، مڪي مدني، محمد عربي صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجي خواب ۾ تشريف فرما ٿيا. پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مبارڪ چپن ۾ حرڪت ٿي، رحمت جا گل ڇڻڻ لڳا، پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: جڏهن تون هَمَدان (شهر) وڃين ته ابو فضل قُومَسَاني کي منهنجو سلام چئجان. مون عرض ڪيو: يارسول الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! انهن تي هن ڪرم جو ڪهڙو سبب آهي؟ فرمايائون: هو روزانو **100** ڀيرا مون تي درود پڙهندو آهي.[1]

اس جوابِ سلام کے صدقے! تاقیامت ہوں بے شمار سلام

میری بگڑی بنانے والے پر بھیج اے کردگار سلام

اس پناہِ گنہگاراں پر یہ سلام اور کروڑ بار سلام (2)

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

1... تاريخ الاسلام للذہبی، جلد:10، صفحہ:257، رقم:17516۔

2...ذوقِ نعت، صفحہ:170، 171 ملتقطاً۔

# بيان ٻڌڻ جون نِيّتون

حديث پاڪ ۾ آهي: اِنَّمَا الْاَعْمَالُ بِالنِّيَّات عملن جو دارومدار نيتن تي آهي.[1]

اي عاشقانِ رسول! سنين سنين نيتن سان عمل جو ثواب وڌي ويندو آهي. اچو! بيان ٻڌڻ کان پهريان سنيون سنيون نيتون ڪري وٺون ٿا، مثال طور نيت ڪريو! ❁رضاءِ الٰهي جي لاءِ مڪمل بيان ٻڌندس ❁اَدَب سان ويهندس ❁بيان دوران سُستي کان بچندس ❁پنهنجي اِصلاح جي لاءِ بيان ٻُڌندس❁جيڪو ٻُڌندس، اهو ٻين تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪندس.

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

# قبر ۾ باهه پرجي ويندي آهي

صحابيءِ رسول حضرت حذيفه رَضِیَ اللهُ عَنْهُ فرمائن ٿا: هڪ ڀيري اسان محبوبِ ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان گڏ هڪ جنازي ۾ شريڪ ٿياسين. نمازِ جنازه کان پوءِ جڏهن اسان قبر تي پهتاسين تہ پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قبر جي هڪ پاسي ويهي رهيا ۽ قبر کي بار بار ڏسڻ لڳا، پوءِ فرمايائون: هن ۾ مسلمان کي ائين دٻايو ويندو آهي جو ان جون پاسِريون پنهنجي جڳهہ تان هٽي وينديون آهن ۽ غير مسلم جي لاءِ اها دوزخ جي باهه سان پرجي ويندي آهي.(2)

# قبر هر هڪ کي دٻائيندي آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! مان، توهان، اسان آخرڪار فنا ٿيڻ وارا آهيون. اسان کي مرڻو بہ آهي ۽ قبر ۾ لهڻو بہ آهي. افسوس! قبر تمام خوفناڪ آهي، اڪيلائي، وحشت ۽ گهبراهٽ جو گهر آهي. هتي دهشت ئي دهشت آهي. جيڪڏهن قبر جون ٻيون مشڪلاتون نہ بہ هجن تڏهن بہ قبر جو دٻائڻ ئي ڏجڻ لاءِ ڪافي آهي. حضرت ابو قاسم سعدي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه لکن ٿا: ڪو نيڪ هجي يا گنهگار...!! قبر جي دٻائڻ کان ڪو بہ نجات نہ ٿو حاصل ڪري سگهي. پر! مسلمان ۽ غير مسلم ۾ فرق

---

1...بخاری، کِتَاب بَدءُ الْوَحی، صفحه:65، حديث:1۔

2. مسند احمد، جلد:9، صفحه:540، حديث:24101۔

اهو آهي تہ غير مسلم کي تہ قبر دٻائيندي ئي رهندي آهي، جڏهن تہ مسلمان کي قبر پنهنجي اندر پهچڻ وقت دٻائيندي آهي ۽ پوءِ ڇڏي ڏيندي آهي. وڏيڪ لکن ٿا: **قبر جو دٻائڻ اهو آهي تہ ان جا ٻئي ڪنارا پاڻ ۾ ملي ويندا آهن.** (1)

## قبر جي دٻائڻ کان ڊڄي وڃو...!!

الله اڪبر...!! پيارا اسلامي ڀائرو! ڪيتري قدر عبرت ۽ نصيحت جي ڳالهہ آهي. قبر هر هڪ کي دٻائيندي آهي ۽ ان دٻائڻ جو مطلب ڇا آهي؟ ان جون ٻئي ديوارون پاڻ ۾ ملي وينديون آهن ۽ مُردو وچ ۾ چيپاٽجي ويندو آهي. جيڪڏهن توهان سان ائين ٿيو هجي تہ اوچتو اوهان جي آڱر دروازي ۾ اچي وئي هجي، ان سان ڪيتري سخت تڪليف ٿيندي آهي. مضبوط کان مضبوط ماڻهو جي بہ اوچتو دانهن نڪري ويندي آهي، ائين لڳندو آهي ڄڻ ڪنهن آڱر وڍي ڇڏي هجي. اها تہ رڳو دروازي ۾ آڱر ڦاسڻ جي تڪليف آهي. هاڻي ان مان اندازو لڳايو! جڏهن اسان کي قبر ۾ رکيو ويندو، افسوس! اڃان هاڻي هاڻي موت جي تڪليف مان گذريا هونداسين ۞ دنيا ڇڏڻ جو غم ۞ رشتيدارن کان جدائي جو غم بہ تازو هوندو ۞ اهڙي وحشت ۽ تنهائي ۞ ۽ سخت ترين اونداهي بہ پهريون ڀيرو ڏٺي هوندي. اهڙي خوفناڪ حالت ۾ ۞ اوچتو قبر جون پٽيون لڏڻ شروع ٿينديون ۞ هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ شروع ٿينديون ۞ ايسيتائين جو ٻئي ديوارون پاڻ ۾ ملي وينديون، ان وقت وچ ۾ جيڪو مُردو هوندو، سوچيو! سندس تڪليفن جو عالم ڇا هوندو...؟ افسوس! ٽڙاڪ ٽڙاڪ جو آواز ايندو ۽ پاسيريون پڄي ڪري هڪ ٻئي ۾ اندر گهڙي وينديون.

| | |
|---|---|
| قبر روزانہ یہ کرتی ہے پکار | مجھ میں ہیں کیڑے مکوڑے بیشمار |
| میرے اندر تُو اکیلا آئے گا | ہاں مگر اعمال لیتا آئے گا |
| گھپ اندھیری قبر میں جب جائے گا | بے عمل! بے انتہا گھبرائے گا |
| کر لے توبہ رب کی رحمت ہے بڑی | قبر میں ورنہ سزا ہوگی کڑی |

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

1. شرح الصدور، باب ضمة القبر لكل احد، صفحه:83۔

# شُڪر جي عادت اختيار ڪريو.....!!

امام نَسَفِي رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه فرمائن ٿا: نيڪ مسلمان کي قبر ۾ عذاب نہ ٿيندو پر قبر ان کي بہ دٻائيندي، هو ان جي تڪليف ۽ خوف بہ محسوس ڪندو. ان جو سبب هي آهي تہ هو الله پاڪ جي نعمتن ۾ رهيو، پر انهن جو پوري طرح شڪر ادا نہ ڪري سگهيو. (1)

پيارا اسلامي ڀائرو! معلوم ٿيو تہ قبر جو دٻائڻ ناشڪري جو نتيجو آهي. اها سچي ڳالهہ آهي تہ اسان الله پاڪ جي ڏنل نعمتن جو پوري طرح شڪر ادا نہ ٿا ڪري سگهون. تنهن هوندي بہ اسان کي گهرجي تہ اٿندي ويهندي، گهمندي ڦرندي، بس الله پاڪ جو شڪر ادا ڪندا رهون.

اسان وٽ هڪ عام رواج آهي، ماڻهو مايوسيءَ جو شڪار گهڻو ٿيندا آهن، شڪر جي طرف گهٽ ايندا آهن. جيڪڏهن ڏنو وڃي تہ اسان مٿي کان پيرن تائين نعمتن ۾ ٻڏل آهيون ۞ توهان هيئر ٽرانسپلانٽ (***Hair transplant***) جا اشتهار تہ ڏٺا هوندا، ماڻهو مٿي تي وار لڳرائڻ لاءِ هزارين روپيا خرچ ڪندا آهن. پنهنجي مٿي ڏانهن ڏسو! جيڪڏهن وار آهن  تہ هي هزارن جي ملڪيت موجود آهي، ڇا هي شڪر جو مقام نہ آهي؟ ۞ ڪيترائي اهڙا آهن جيڪي پيرن کان معذور آهن، گهمي ڦري ناهن سگهندا، اسان کي پير آهن، ڇا هي شڪر جو مقام نہ آهي...؟ تہ پوءِ اسان الله پاڪ جو شڪر ڇو نہ ٿا ڪريون...؟ ڪرڻ گهرجي، هر وقت شڪر ڪرڻ گهرجي، هڪ هڪ  گهڙي شڪر ڪرڻ گهرجي.

## اَفضَل تَرين شُڪر

پيارا اسلامي ڀائرو! اَلۡحَمۡدُ لِلّٰه چوڻ الله پاڪ جو شڪر آهي ۽ ان کي سيني کان افضل شڪر قرار ڏنو ويو آهي. ڪا بہ ڇڱائي ملي، ان جي دعا آهي: اَلۡحَمۡدُ لِلّٰه الله پاڪ جي آخري نبي، رسول هاشمي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صحابہءِ ڪرام رَضِيَ اللّٰهُ عَنۡهُم کي فرمايو: ڍالون (يعني دشمن جي وار کان بچڻ لاءِ استعمال ٿيڻ وارو هٿيار) ڪٺو!

---

1...؟؟؟؟۔

صحابہِ ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ عَنْھم عرض ڪيو: يارسول الله صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم! ڇا دشمن حملو ڪري ڏنو آهي؟ فرمايائون: نہ (دشمن حملو ناهي ڪيو) پر جهنم جي مقابلي ۾ پنهنجون ڍالون ڪٺو ۽ سُبْحٰنَ اللّٰہِ وَالْحَمْدُ لِلّٰہِ وَاللّٰہُ اَکْبَر پڙهندا ڪريو، ڇو تہ اهي ڪلما قيامت جي ڏينهن اڳيان ۽ پويان توهان جي حفاظت ڪندا. (1)

هڪ حديث پاڪ ۾ آهي: اَلْحَمْدُ لِلّٰہ چوڻ ميزان کي پري ڇڏيندو آهي.(2) يعني اَلْحَمْدُ لِلّٰہ چوڻ سان ايترو ثواب ملندو آهي جو قيامت جي ڏينهن جڏهن اهو ثواب ميزان عمل تي رکيو ويندو تہ ميزان پرجي ويندو.(3)

الله پاڪ اسان کي ڪثرت سان شڪر ڪرڻ ۽ اَلْحَمْدُ لِلّٰہ پڙهندي پڙهندي زبان کي ذڪر الٰهي سان تَر رکڻ جي توفيق عطا فرمائي.

اٰمِين بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِیّٖن صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم.

ذکرو درود ہر گھڑی وردِ زباں رہے | میری فضول گوئی کی عادت نکال دو

## قبر ۾ لهٽوئي پوندو

پيارا اسلامي ڀائرو! قبر آخرت جي منزلن مان سيني کان پهرين ۽ سيني کان ڏکي منزل آهي. قبر جي ڪَڏَ تمام گهڻي خوفناڪ آهي. خالي قبر ڪوٺيل هجي، اندر ڪجهہ بہ نہ هجي، ان کي ڏسڻ سان بہ ڊپ لڳندو آهي، خالي قبر جي پرسان ڪنهن کي اڪيلو ويهاريو وڃي تہ ان جا بہ پگهر نڪرڻ لڳندا آهن، جڏهن هن خالي کڏي کي ڏسڻ ايترو خوفناڪ آهي تہ سوچيو، ان قبر جي اندر لهڻ ڪيترو ڏکيو هوندو، پر افسوس...!! اسان دنيا ۾ اچي وياسين، هاڻي هتان وڃڻو بہ لازماً پوندو ۽ قبر ۾ بہ لهٽو ئي پوندو. الله پاڪ قرآن ڪريم ۾ فرمائي ٿو:

ثُمَّ اَمَاتَهٗ فَاَقْبَرَهٗ ﴿۲۱﴾ لا
(پارو: 30، سورة عبس: 21)

ترجموڪنزالعرفان: پوءِ ان کي موت ڏنو پوءِ ان کي قبر ۾ رکرايو

1...مستدرڪ على الصحيحين، ڪتاب:الدعاوالتڪبير، جلد:2، صفحہ:235، حديث:2029ـ
2...مسلم، ڪتاب:الطہارۃ، باب، فضل الوضو، صفحہ:106، حديث:223ملتقطاًـ
3...فيض القدير، جلد:4،صفحہ:384ـ

اهو الله پاڪ جي قدرت جو نشان آهي، اهو ئي رب قادر ۽ قيوم آهي ۞ هن اسان کي پاڻي جي هڪ قطري مان پيدا ڪيو ۞ صحتمند ۞ تندرست ۽ توانو انسان بڻايو ۞ هاڻي اسان جي ٻانهُن ۾ طاقت بہ آهي ۞ عقل بہ آهي ۞ شعور بہ آهي ۞ عهدا ۞ منصب ۽ لقب بہ آهن پر عنقريب، جلد تمام جلد حضرت ملڪ الموت عَلَيۡهِ السَّلَام تشريف ڪڻي ايندا، روح جسم مان ڪڍيو ويندو ۽ اسان جا چاهڻ وارا اسان کي اونداهي قبر ۾ رکي موٽي ايندا.

دِلا غافِل نہ ہو یک دَم یہ دنیا چھوڑ جانا ہے
بغیچے چھوڑ کر خالی زمیں اندر سمانا ہے
تِرا نازُک بدن بھائی جو لیٹے سَیج پھولوں پر
یہ ہوگا ایک دن بے جاں اِسے کیڑوں نے کھانا ہے
تُو اپنی موت کو مت بھول کر سامان چلنے کا
زمیں کی خاک پر سونا ہے اِینٹوں کا سِرہانا ہے
نہ بیلی ہو سکے بھائی نہ بیٹا باپ تے مائی
تُو کیوں پھرتا ہے سَودائی عمل نے کام آنا ہے

صَلُّوۡا عَلَی الۡحَبِیۡب! صَلَّی اللّٰهُ عَلٰی مُحَمَّد

## مُردي کي 3 ڏينهَن کان پوءِ ڏسو تہ . . . !!

پيارا اسلامي ڀائرو! اسان کي مرڻو ئي مرڻو آهي، قبر ۾ لهڻو ئي لهڻو آهي، پر افسوس ...!! قبر جو معاملو آسان نہ آهي. حضرت عمر بن عبد العزيز رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه هڪ دفعي پنهنجي ڪنهن ساٿيءَ کي فرمايو: ياءُ! موت جي ياد منهنجي ننڊ اڏائي ڇڏي آهي، مان سڄي رات جاڳندو رهيس ۽ قبر واري جي باري ۾ سوچيندو رهيس. اي ياءُ! جيڪڏهن تون 3 ڏينهن کان پوءِ مُردي کي ان جي قبر ۾ ڏسين تہ دنيا ۾ گهڻي عرصي تائين ان سان گڏ رهڻ جي باوجود توکي ان کان وحشت ٿيڻ لڳندي. جيڪڏهن تون ان جو گهر يعني ان جي قبر جو اندروني حصو ڏسين،

جنهن ۾ ڪيڙا مڪوڙا گهمي رهيا آهن ۽ سندس بدن کي کائي رهيا آهن، ان جي بدن مان گندُ وهي رهيو آهي، سخت بدبو اچي رهي آهي، ان جو ڪفن پراڻو ٿي چڪو آهي. هاءِ! هاءِ! غور ته ڪر! اهو ئي مُردو جڏهن زنده هو ته خوبصورت هو، خوشبو به بهترين استعمال ڪندو هو، بهترين لباس پائيندو هو ...!! راوي چوي ٿو: ايترو چوڻ کان پوءِ حضرت عمر بن عبد العزيز رَحۡمَۃُ اللّٰہِ عَلَیۡہ تي رقت طاري ٿي وئي، انهن کان دانهن نڪري وئي ۽ هو بيهوش ٿي ويا. (1)

اندھیری قبر کا دل سے نہیں نکلتا ڈر | کروں گا کیا جو تو ناراض ہو گیا یا ربّ

## قبرن جون اندروني حالتون

پيارا اسلامي ڀائرو! هي قبرستان جيڪي ظاهري طور اسان کي خاموش نظر اچي رهيا آهن، ڏينهن رات هتي هڪ خوفناڪ سناٽو ڇانيل رهندو آهي، اهي اندران ائين خاموش نه آهن. انهن قبرن جي اندر پورو جهان آباد آهي. ڪا قبر اندران جنت جو باغ آهي، ڪا جهنم جي کڏ آهي. ڪنهن قبر ۾ جنتي گُلَ لهرائي رهيا آهن ته ڪنهن قبر ۾ باهه ڀڙڪي رهي آهي. ڪو خوش نصيب قبر ۾ جنتي پينگهن ۾ لُڏِي رهيو آهي ته ڪو باهه جي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي. افسوس! هن خاموش شهر جي اندر به هڪ شور برپا آهي، ڪٿي خوشين جو ماحول آهي ته ڪٿي دانهون ڪُوڪُون متل آهن. ها! اسان جي ڪنن جو قصور آهي جو اسان اهو سڀ ڪجهه نه ٿا ٻڌي سگهون. حضرت ابو امامه باهلي رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہُ صحابيءِ رسول آهن، پاڻ فرمائن ٿا: هڪ دفعي پيارا آقا، مڪي مدني مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم بن قبرن وٽِ تشريف فرما ٿيا ۽ فرمايائون: ڇا هتي فلاڻا فلاڻا دفن آهن؟ صحابه ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہُم عرض ڪيو: جي ها (يا رسول الله صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم). فرمايائون: بيشڪ هاڻي فلاڻي کي ويهاريو ويو آهي ۽ کيس ماريو پيو وڃي. ان ذات جو قسم جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي! بيشڪ ان کي اهڙي ضرب لڳائي وئي آهي جو سندس هڪ هڪ جوڙ الڳ الڳ ٿي ويو آهي، بيشڪ سندس قبر باهه سان پرجي وئي آهي ۽ هن هڪ زوردار رڙ ڪئي آهي، جنهن کي جنن ۽ انسانن کان سواءِ هر مخلوق ٻڌو آهي. (2)

---

1... احياء العلوم،كتاب ذكر الموت و ما بعده،بيان حال القبر و اقاويلهم عند القبور،جلد:4،صفحه:588۔

2... اہوالُ القبور، الباب السادس، فصل انواع عذاب القبر، صفحه:94۔

قبر میں آہ! گھپ اندھیرا ہے | روشنی ہو پئے رضا یاربّ!
سانپ لپٹیں نہ میرے لاشے سے | قبر میں کچھ نہ دے سزا یاربّ!
نورِ احمد سے قبر روشن ہو | وَحشَتِ قبر سے بچا یاربّ! [1]

# هڪ ڪفن چور جو عبرتناڪ بيان

روايت آهي تہ هڪ ڀيري هڪ شخص حضرت حَسَن بصری رَحۡمَةُ اللّٰہِ عَلَیۡه جي خِدمت ۾ حاضر ٿيو، هي شخص ڪفن چورائيندو هو، هن امام حَسَن بصري رَحۡمَةُ اللّٰہِ عَلَیۡه جي خدمت ۾ حاضر ٿي توبه ڪئي ۽ پويان گُنَاهہ ڇڏڻ جو پڪو ارادو ڪيو. امام حسن بصري رَحۡمَةُ اللّٰہِ عَلَیۡه ڪانئس پڇيو: ڪفن چورائڻ دوران تون جيڪڏهن ڪا عبرتناڪ ڳالهہ ڏٺي هجي تہ ٻڌاءِ ...!! جنهن تي ان ڪفن چور ٿن قبرن جي اندروني حالتن جو بيان ڪيو، چيائين:

## (1): باهہ جون زنجيرون

هڪ ڀيرو مون هڪ قبر کوٽي تہ ان جي اندر هڪ دل ڏاريندڙ منظر ڏٺو. ڇا ٿو ڏسان تہ مُردي جو منهن ڪارو آهي، هٿن ۽ پيرن ۾ باهہ جون زنجيرون آهن ۽ سندس وات مان رت ۽ پونءِ جاري آهي. ان مان ايتري تہ بدبو اچي رهي هئي جو دماغ ڦاٽي رهيو هو. اهڙو خوفناڪ مَنْظَر ڏسي مان خوف کان ڀڄڻ وارو ئي هئس تہ مُردي ڳالهايو: ڇو ٿو ڀڄين؟ ويجهو اچ ...!! ۽ ٻڌ تہ مون کي ڪهڙي گناهہ جي سزا ملي رهي آهي! مان مُردي جي پڪار ٻڌي حيران ٿي بيهي رهيس ۽ سموري همٿ گڏ ڪري قبر جي ويجهو ويس ۽ جڏهن اندر نهاريو تہ عذاب جا فِرشتا سندس ڳچيءَ ۾ باهہ جون زنجيرون ٻڌي وينا هئا. مون مُردي کان پڇيو: تون ڪير آهين؟ هن جواب ڏنو: مان مسلمان ابنِ مسلمان آهيان پر افسوس! مان شرابي ۽ زاني هيس ۽ انهيءَ بدمستي جي حالت ۾ مري ويس، هاڻي عذاب ۾ گرفتار آهيان.

## (2): ڪارو مُردو

پنهنجو بيان جاري رکندي هن ڪفن چور وڌيڪ ٻڌايو: هڪ ٻئي موقعي تي جڏهن مون ڪفن چورائڻ جي ارادي سان قبر کوٽي تہ هڪ ڪارو مُردو زبان ٻاهر

1وسائلِ بخشش، صفحہ:80۔

ڪڏي اتي بيٺو! سندس چوڌاري باهه ڀڙڪي رهي هئي فِرشتا ان جي ڳچيءَ ۾ زنجيرون ٻڌي بيٺا هئا. ان شخص مون کي ڏسندي ئي پڪاريو: ڀاءُ! مان سخت اجارو آهيان، مون کي ٿورو پاڻي ته پيار. فرشتن مون کي چيو: **خبردار! هن بي نمازي کي پاڻي نه ڏجان** پوءِ مون همٿ ڪري ان مُردي کان پڇيو: تون ڪير هئين ۽ تنهنجو جُرم ڪهڙو آهي؟ هن جواب ڏنو: مان مسلمان هئس پر افسوس! مان الله پاڪ جون ڪيترين ئي نافرمانيون ڪيون آهن ۽ مون جهڙا گهڻائي گنهگار عذاب ۾ گرفتار آهن.

## (3): قبر ۾ باغ

ڪفن چور وڌيڪ ٻڌايو ته: اهڙي طرح هڪ ٻيرو مون هڪ قبر کوٽي ته قبر کي اندران تمام گهڻو وسيع ڏٺم ۽ ڏٺو ته هڪ نهايت خوبصورت باغ آهي، جنهن ۾ نهرون وهي رهيون آهن ۽ هڪ حسين ۽ جميل نوجوان ان باغ ۾ مزا ماڻي رهيو آهي. مون ان نوجوان کان پڇيو: توکي ڪهڙي عمل جي سبب هي انعام مليو آهي؟ هن وراڻيو: مون هڪ عالِم کان ٻڌو هو ته جيڪو شخص **10** محرم شريف جي ڏينهن **6** رڪعتون نفل پڙهندو، الله پاڪ ان جي مغفرت فرمائيندو آهي. تنهنڪري مان هر سال **10** محرم شريف جي ڏينهن **6** رڪعتون نفل پڙهندو هئس. (1)

## 5 خوفناڪ قبرون

پيارا اسلامي ڀائرو! اهڙو ئي هڪ عبرتناڪ واقعو خليفي عبد الملک بن مروان سان به پيش آيو، ٿيو ايئن ته هڪ ٻيرو هڪ شخص خليفي عبد الملک بن مروان وٽ آيو، هي به ڪفن چور هو ۽ چاهي پيو ته هاڻي ڪفن چوريءَ کان توبهه ڪري. هن پنهنجين اکين سان ڏٺل قبرن جا عبرتناڪ حالات ٻڌايا، چيائين: اي خليفهِ وقت ...!! اڄ رات مان **5** قبرن مان عبرت حاصل ڪئي ۽ توبهه لاءِ تيار ٿي ويس:

**پهرين قبر جو حال:** ڪفن چورائڻ جي ارادي سان جڏهن مون پهرين قبر کوٽي ته مُردي جو منهن قبلي کان ڦريل هو. مان خوفزده ٿي جيئن ئي موٽيس ته

1... ماخوذاًراحتُ القلوب ص ٨٥ شبير برادرز ، مرڪز الاولياء لاهور ـ

هڪ غيبي آواز مون کي ڇِرڪائي ڇڏيو. ڪو چئي رهيو هو: هن مردي کان عذاب جو سبب تہ پڇي وٺ. مون گھبرائي چيو: مون ۾ همت ناهي، توهان ئي ٻڌايو! آواز آيو: **هي شخص شرابي ۽ زاني هو.**

**ٻي قبر جو حال:** ڪفن چور وڌيڪ چيو: ٻي قبر کوٽي تہ هڪ دل ڏڪائيندڙ منظر منهنجي اکين اڳيان هو. ڇا ٿو ڏسان تہ مُردي جو منهن خِنزير جهڙو ٿي چڪو آهي ۽ ڪَڙَن ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي. غيب مان آواز آيو: **هي ڪوڙا قسم کائيندو هو ۽ حرام روزي ڪمائيندو هو.**

**ٽين قبر جو حال:** ٽين قبر کوٽي تہ ان ۾ بہ هڪ خوفناڪ منظر هو. مُردو ڪِياڙيءَ جي طرف کان زبان ڪڍي ويٺو هو ۽ سندس جسم ۾ باهہ جون ڪِليون ٺوڪيل هيون. غيبي آواز ٻڌايو: **هي غيبت ڪندو هو، چغليون هڻندو هو ۽ ماڻهن کي پاڻ ۾ ويڙهائيندو هو.**

**چوٿين قبر جو حال:** چوٿين قبر کوٽي تہ منهنجي نظرن جي اڳيان هڪ نهايت پوائتو منظر هو! مُردو باهہ ۾ هيڏي هوڏي ٿي رهيو هو ۽ ملائڪ ان کي باهہ جي هٿوڙن سان ماري رهيا هئا مون تي هڪدم خوف طاري ٿي ويو ۽ مان پڇي ويس پر منهنجي ڪنن ۾ هڪ غيبي آواز گونجي رهيو هو تہ **هي بد نصيب نماز ۽ رمضان شريف جي روزن ۾ سُستي ڪندو هو.**

**پنجين قبر جو حال:** پنجين قبر جڏهن کوٽي تہ ان جي حالت پهرين چئني قبرن کان بلڪل مختلف هئي. قبر حدِ نگاهہ تائين وسيع هئي، اندر هڪ تخت تي هڪ خوبرو نوجوان ويٺو هو. غيبي آواز ٻڌايو: **هن جواني ۾ ئي توبهہ ڪري ورتي هئي ۽ نماز ۽ روزي جو سخت پابند هو.** (1)

## پنهنجو پوڪيل لٽڻو ئي پوندو

اي عاشقانِ رسول! هي قبرن جون اندروني حالتون آهن، غور ڪريو! هنن خاموش نظر اچڻ وارن مٽيءَ جي ڍيرن، پنهنجي اندر ڪهڙا ڪهڙا راز لڪائي

1... ماخوذ از تذکرة الواعظين ۶۱۲ ـ

رکيا آهن پر افسوس! اسان کي ان جو فڪر ناهي هوندو. ياد رکو! اسان کي فڪر هجي يا نہ هجي، اسان تياري ڪيون يا نہ ڪيون، اسان هن دُنيا ۾ اچي وياسين هاڻي اسان کي مرڻو ئي پوندو، قبر ۾ لهڻو ئي پوندو ۽ پنهنجي پوڪيل پوک جو مزو چکڻو ئي پوندو. اسان چاهي لک جتن ڪيون، هزار ڪوششون ڪيون، جيترو مرضي پچون، اسان پنهنجي عملن کان نجات نہ تا حاصل ڪري سگهون، اسان کي پنهنجي ڪَرتِي جي نتيجن جو مقابلو ڪرڻو ئي پوندو. اللّٰہ پاڪ قرآن ڪريم ۾ فرمائي ٿو:

كُلُّ نَفۡسٍۭ بِمَا كَسَبَتۡ رَهِينَةٌ ﴿۳۸﴾

(پارو 29، سوره مدثر:38)

ترجموڪنزالعرفان: هر ساهہ پنهنجي ڪيل عملن ۾ گِروِي رکيل آهي.

معلوم ٿيو تہ هر شخص پنهنجي عملن جي بدلي ۾ گروي آهي، جيڪو بہ هن دُنيا ۾ پيدا ٿيو آهي ان کي قبر ۾ لهڻو آهي ۽ پنهنجي ڪرتي جو ميوو ڪائڻو آهي.

بونے والے جو بوئیں وہ کاٹیں — یہ ہوا تو میں مَرُ مِٹا یاربّ!
آہ جو بو چکا ہوں وقت دِرَوْ — ہو گا حسرت کا سامنا یاربّ!
مجھے دونوں جہاں کے غم سے بچا — شاد رکھ شاد دائما یاربّ! (1)

## قبر پهرين منزل آهي

منقول آهي: قبر روزانو 7 ڀيرا پڪاريندي آهي ۽ هي اعلان ڪندي آهي:

❀اي ڪمزور انسان! منهنجي اندر اچڻ کان اڳ هن ئي دُنيا جي زندگي ۾ پاڻ تي رحم ڪري وٺ! بيشڪ جڏهن تون مون وٽ پهچندين تہ جيڪڏهن تون پنهنجي رَبّ جو فرمانبردار هوندين تہ مان بہ توتي رحم ڪنديس، تون مون ۾ خوشي ڏسندين ۽ جيڪڏهن تو پاڻ تي رحم نہ ڪيو تہ مان بہ توتي رحم نہ ڪنديس

❀ (اي ڪمزور انسان) ۞ مان ڪيڙن مڪوڙن جو گهر آهيان ۽ ان سان گڏ ڏکهي عرصي تائين شرمندگي بہ آهي ۞ مان وحشت ۽ تنهائي جو گهر آهيان ان سان گڏ شِدت ۽ سختي بہ آهي ۞ مان اُجَ جو گهر آهيان ان سان گڏ خوفناڪ

1...ذوقِ نعت، صفحہ:86 ملتقطاً.

انڌيرو بہ آهي ۞ مان تنگي جو گهر آهيان، ان سان گڏ خطرناڪ وِڇُون بہ آهن ۞ اي اِبْنِ آدم! خبردار! توکي دنيا جي زندگي ڌوکي ۾ نہ وجهي! بيشڪ توکي مون ۾ اچڻو آهي ۞ مان آخرت جي منزلن مان پهرين منزل آهيان، جيڪڏهن تو مون کان نجات حاصل ڪري ورتي تہ هر خوفناڪ مرحلي کان نجات حاصل ڪري وٺندين ۞ اي اِبْنِ آدم! مان غضب جو مقام آهيان ۞ مان ڪنهن جوان جي جواني تي ۞ ڪنهن ننڍي جي ننڍپڻ تي ۽ ڪنهن پوڙهي جي پوڙهائپ تي رحم نہ ڪندي آهيان. ها! ها! مان ان تي رحم نہ ڪندي آهيان جيڪو پاڻ پنهنجي حال تي رحم نہ ڪندو آهي.(1)

قبر روزانہ يہ کرتی ہے پکار | مجھ میں ہیں کیڑے مکوڑے بیشمار
یاد رکھ میں ہوں اندھیری کوٹھڑی | تجھ کو ہوگی مجھ میں سُن وَحشت بڑی
میرے اندر تُو اکیلا آئے گا | ہاں مگر اعمال لیتا آئے گا
گُھپ اندھیری قبر میں جب جائے گا | بے عمل! بے انتہا گھبرائے گا
جب ترے ساتھی تجھے چھوڑ آئیں گے | قبر میں کیڑے تجھے کھا جائیں گے
قبر میں تیرا کفن پھٹ جائے گا | یاد رکھ نازک بدن پھٹ جائے گا
تیرا اک اک بال تک جھڑ جائے گا | خوبصورت جسم سب سڑ جائے گا (2)

## پياري آقا برزخ جا حالات ڏٺا.....!!

مسلمانن جي چوٿين خليفي حضرت علي المرتضٰي شيرِ خدا رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ جو بيان آهي تہ حضور نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ ڏينهن نمازِ فجر پڙهائي اسان ڏانهن متوجهہ ٿيا ۽ ارشاد فرمايائون: رات مون وٽ 2 فرشتا حاضر ٿيا ۽ مون کي آسمانِ دنيا ڏانهن وٺي ويا ۞ مون هڪ فرشتو ڏٺو، جنهن جي هٿ ۾ وڏو پٿر (*Stone*) هو ۽ ان جي سامهون هڪ ماڻهو هو، فرشتو پٿر سان ان شخص

1... بُستان الواعظين، عظة للنبی، صفحہ:154۔
2...وسائلِ بخشش، صفحہ:711-712 ملتقطًا۔

جي ڪوپڙيءَ تي ڏڪُ هڻي رهيو هو جنهن سان سندس ميڄالو نڪري هڪ پاسي وهي ٿي ويو ۽ پٿر ٻئي پاسي لڙهي ٿي ويو، مون پڇيو: هي ڪير آهي؟ فرشتن چيو: اڳتي تشريف وٺي هلو! ۞ اڳيان ٻه هڪ فرشتو ڏٺم جيڪو پنهنجي سامهون پيل شخص جي ڪَڏهن ساڄي ۽ ڪڏهن کاٻي واڇ کي لوهه جي شِيخَ سان چِيريندو ڪنن تائين آڻي رهيو هو، مون پڇيو: هي ڪير آهي؟ فرشتن وراڻيو: اڳتي تشريف ڪڻي هلو! ۞ مان اڳتي وڌيس ته رت جي هڪ نهر ڏٺم جيڪا ديڳ وانگر اُٻري رهي هئي ان ۾ ٻي لباس ماڻهو هئا ۽ نهر جي ڪنارن تي فرشتا پنهنجي هٿن ۾ مٽيءَ جا پِتَر ڪڻي موجود هئا، جيڪو ٻه نهر مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، فرشتا ان کي ان پِتَر سان ماري رهيا هئا جنهن سبب هو ٻيهر نهر ۾ ڪري پئي پيو، ايسيتائين جو هو ان جي تري ۾ پهچي پئي ويو، مون پڇيو: هي ڪير آهن؟ فرشتن جواب ڏنو: اڳتي هلو! ۞ مان اڳتي وڌيس ته هڪ گهر ڏٺم جنهن جو هيٺيون حصو مٿين حصي کان وڌيڪ سوڙهو هو، ان ۾ ٻه ٻي لباس ماڻهو هئا جن جي هيٺان باهه ٻڙڪي رهي هئي ۽ ايتري بدبو اچي رهي هئي جو مون ان کان بچڻ لاءِ پنهنجو نڪ جهلي ورتو ۽ پڇيو: هي ڪير آهن؟ فرشتن چيو: اڳتي تشريف وٺي هلو! ۞ اڳتي وڌيس ته هڪ ڪاري ٽَڪرِي تي ڪجهه پاڳل ماڻهو ڏٺم ۽ انهن جي پوئين حصي ۾ باهه ٻڙڪائي پئي وئي جيڪا انهن جي وات، ناسن، اکين ۽ ڪنن مان نڪري رهي هئي، مون پڇيو: هي ڪهڙا شخص آهن؟ مون کي چيو ويو: اڳتي هلو! ۞ مان اڳتي وڌيس ته زمين جي اندر باهه سان ڀريل هڪ قيد خانو ڏٺم جنهن تي هڪ فرشتو مقرر هو، ان باهه مان جيڪو ٻه ٻاهر نڪري رهيو هو، فرشتو ان جي پويان هلندو ٿي ويو ايسيتائين جو هو ان کي واپس ان باهه جي اندر اڇلائيندو پئي ويو.

آخر ۾ انهن سيني هولناڪ منظرن بابت ٻڌايو ويو ته اهو (پهريون) شخص جنهن جو مٿو پٿر سان چٿيو پئي ويو ته سندس دماغ هڪ پاسي ۽ پٿر ٻئي پاسي ڪري پيو پوي، هي اهو آهي جيڪو عشاء جي نماز نه پڙهندو هو ۽ ٻيون نمازون وقت گُذاري پڙهندو هو، ان کي جهنم ۾ داخل ٿيڻ تائين ايئن ئي ماريو ويندو ۽ اهو (ٻيو شخص) جنهن جون واڇون لوهي شيخن سان چيريون پئي ويون، اهو

انهن ماڻهن جو عذاب آهي جيڪي مسلمانن جي وچ ۾ فساد پکيڙيندا هئا ۽ چغل خوري ڪندا هئا، انهن کي بہ هي عذاب مسلسل ٿيندو رهندو ايسيتائين جو جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا ۽ اهو (ٽيون شخص) جنهن کي نهر مان نڪرڻ جي ڪوشش تي پٿر هنيا پئي ويا، اهو وياج خور آهي، ان کي بہ جهنم ۾ وڃڻ تائين اهو عذاب ٿيندو رهندو ۽ اهو (چوٿون منظر جتي توهان بي لباس ماڻهن کي ڏٺو) اهي بي لباس ماڻهو بدڪار هئا ۽ جيڪا بدبو اچي رهي هئي سا انهن جي شرمگاهن جي هئي، انهن کي بہ جهنم ۾ داخل ٿيڻ تائين اهو عذاب ڏنو ويندو ۽ (پنجين منظر ۾) جيڪي پاڳل ماڻهو توهان ڏٺا، اهي قومِ لُوط جهڙو گندو ڪم ڪرڻ وارا ۽ ڪرائڻ وارا هئا، اهي بہ جهنم ۾ اڇليا وڃڻ تائين هن عذاب ۾ گرفتار رهندا ۽ (ڇهين مقام تي اهو) باهہ سان ڀريل زمين جي اندر قيد خانو جهنم هو.[1]

اللّٰہُ اکبر ...!! پيارا اسلامي ڀائرو! اندازو لڳايو! هي عالَمِ برزَخ جا حالات آهن، هي انهن ماڻهن جا حالات آهن جيڪي اڄ قبرن جي اندر آهن، افسوس! باهر کان خاموش نظر ايندڙ انهن قبرن ۾ ڏسو! ڪهڙا نہ خوفناڪ منظر لڪيل آهن.

| | |
|---|---|
| ياخدا ميری مغفرت فرما | باغِ فِردوس مَرحَمَت فرما |
| تُو گناہوں کو کر مُعاف اللہ! | میری مقبول معذِرت فرما |
| مصطفٰے کا وسیلہ توبہ پر | تُو عنایت مُداوَمَت فرما[2] |

## آقا ڪريم زاروقطار روئڻ لڳا...!!

پيارا اسلامي ڀائرو! اڃان اسان زندهہ آهيون، اڄ اسان وٽ وقت آهي، اسان توبهہ ڪري پويان گُناهہ معاف ڪرائي سگهون ٿا، نيڪ ڪم ڪري قبر کي روشن ڪرڻ جو انتظام ڪري سگهون ٿا، جيڪڏهن هيءَ ساهَہ جي تَندُ ٽُٽي پئي، رُوح جسم مان ڪڍيو ويو تہ پوءِ سِواءِ پڇتائڻ جي ڪجهہ بہ هٿ نہ ايندو.

اِبْنِ ماجہ شريف جي روايت آهي، حضرت بَرّاء بن عازِب رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ فرمائن ٿا: هڪ ڏينهن اسان الله پاڪ جي رسول، رسولِ مقبول صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان گڏ هڪ

---

1...تاريخ دِمشق، جلد:19، صفحہ:451.
2 وسائلِ بخشش، صفحہ:75 ملتقطاً.

جنازي ۾ شريڪ ٿياسين. تدفين جي وقت پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قبر جي ڪناري تي تشريف فرما ٿيا ۽ زارو قطار روئڻ لڳا، پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ايترو رُنا جو قبر جي مٽي آلي ٿي وئي، پوءِ فرمايائون: لِمِثْلِ هٰذَا فَاَعِدُّوْا يعني هن جي لاءِ تياري ڪريو...![1]

نيڪياں ڪر جلد تُو بديوں سے بھاگ | قبر ميں ورنہ بھڑک اُٹھے گی آگ

# هي سنڀلجڻ جو وقت آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! هيءُ واقعي حقيقت آهي ته، اسان جي ذهنن ۾ گهڻائي منصوبا (*Plans*) هوندا، اسان جي دلين ۾ ڪيترائي خواب هوندا، اسان روزانو پنهنجي مستقبل جي لاءِ گهڻو ڪجهه سوچيندا آهيون، ڪيترائي نوان نوان منصوبا ٺاهيندا آهيون پر اصل حقيقت (*Reality*) اها آهي ته ...!! جڏهن مَلَڪُ الموت (يعني موت جو فرشتو) حضرت عزرائيل عَلَيْهِ السَّلَام تشريف ڪٺي ايندو، ته ان ڪان پوءِ ڪو مَنْصوبو، ڪو خواب باقي نه رهندو، تڏهن صرف هڪ ئي شيءِ باقي رهندي ۽ اهي اسان جا عمل آهن. تنهنڪري اسان ڪي هن دُنيا ۾ اڳتي هلي ڇا ڪرڻو آهي، سنو گهر، سني گاڏي، سنو ڪاروبار، اهو سڀ ڪجهه اسان جي مستقبل جي سوچ آهي **پر اسان جو عمل اسان جي اڄ جي ذميداري** (*Responsibility*) **آهي**. اسان پنهنجي دُنياوي مستقبل تائين پهچي سگهون ٿا يا نه، ان جي ڪنهن ڪي به خبر نه آهي، پر اسان قبر ۾ ضرور ويندا سين، پنهنجا عمل ساڻ ڪٺي ويندا سين، اهو هر مسلمان ڄاڻي ٿو. تنهنڪري ضروري آهي ته اسان اڄ ڪان بلڪ هاڻي ڪان ئي پنهنجن عملن جي باري ۾ فڪر ڪرڻ شروع ڪيون.

هڪ ڀيرو حضرت عثمان بن ابو عاص رَضِیَ اللهُ عَنْهُ ڪنهن جنازي سان گڏ قبرستان تشريف وٺي ويا، انهن سان گڏ هڪ نوجوان به هو، ان نوجوان تي ڪجهه غفلت طاري هئي. تنهنڪري جيڪا قبر ميّت لاءِ تيار ڪئي وئي هئي، حضرت عثمان بن ابو عاص رَضِیَ اللهُ عَنْهُ ان قبر ڏانهن اشارو ڪري ان نوجوان ڪي فرمايو: پنهنجي گهر ۾ جهاتي پائي ڏِسُ! نوجوان قبر ۾ جهاتي پائي ڏٺو. پاڻ رَضِیَ اللهُ عَنْهُ پڇيو: ڇا

1...ابن ماجه،ڪتاب الزہد،باب: الحزن و البكاء ،صفحه:681،حديث:4195۔

ڏسي رهيو آهين؟ چيائين: هڪ تنگ ۽ اونداهو گهر آهي، جنهن ۾ نہ ڪاڏو آهي، نہ پاڻي آهي، نہ ئي اهل و عيال، جڏهن تہ منهنجي هن دُنياوي گهر ۾ ڪاڏو بہ آهي، پاڻي بہ آهي، اهل و عيال بہ آهي. حضرت عثمان رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ فرمايو: تون سچ چئي رهيو آهين. خدا جو قسم! جيڪڏهن اڄ تون واپس موٽي پنهنجي دنياوي گهر ڏانهن هليو بہ وڃين، تڏهن بہ توکي هڪ ڏينهن هن ئي تنگ ۽ اونداهي گهر ۾ اچڻو آهي (تنهنڪري بهتري ان ۾ آهي تہ هاڻي کان ئي هن گهر جي لاءِ تياري شروع ڪري ڇڏ!) (1)

## قبر ۾ ڪم اچڻ وارا اعمال

اي عاشقانِ رسول! اللّٰه پاڪ اسان کي نيڪ عملن جي توفيق نصيب فرمائي، بُرن عملن کان بچڻ نصيب ڪري، پنهنجي قبر جو فڪر اسان کي پاڻ کي ئي ڪرڻو پوندو، تنهنڪري بهتر آهي تہ اسان اڄ کان بلڪ هاڻي کان ئي قبر کي سنوارڻ ۽ قبر کي روشن ڪرڻ جي تياري ۾ لڳي وڃون، ڪجهہ ڪم جيڪي قبر ۾ ڪم اچڻ وارا آهن، عرض ڪريان ٿو، ٻڌو!

## (1) عقيدو درست رکو!

**پهريون ڪم:** اهو آهي تہ پنهنجو عقيدو درست رکو ۽ هميشہ ان تي مضبوطيءَ سان قائِم رهو! ڇاڪاڻ تہ قبر ۾ اصل امتحان عقيدي جو ئي آهي. نماز، روزو، حج ۽ زڪوات وغيره جو حساب بہ ٿيندو پر قيامت جي ڏينهن، قبر ۾ 3 سوال پڇيا ويندا: **(1):** تنهنجو رَبُ ڪير آهي؟ **(2):** تنهنجو دِين ڪهڙو آهي؟ **(3):** تون هن هستي (يعني آخري نبي، مُحَمَّدِ عربي صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم) بابت ڇا چوندو هئين؟

اهي ٽئي سوال عقيدي جي باري ۾ آهن. تنهنڪري هميشہ پنهنجو عقيدو مضبوط رکو! اللّٰه پاڪ بجي باري ۾، آخري نبي، مُحَمَّدِ عربي صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي باري ۾، اللّٰه پاڪ جي ڪتابن، اللّٰه پاڪ جي رسولن متعلق ، فرشتن جي متعلق، صحابہِ ڪِرام، اهلِ بيتِ اطهار رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُم جي متعلق هميشہ اهو ئي عقيدو رکو! جيڪو صدين کان عاشقانِ رسول علماءِ ڪرام جو عقيدو رهيو آهي.

1...الزہد لاحمد بن حنبل، اخبار عبد اللہ بن عمر، صفحہ:255، حديث:1137بتغير ۔

جيڪڏهن اسان درست اسلامي عقائد اختيار ڪيون ۽ انهن تي هميشه قائم رهون ته اِنْ شَآءَاللهُ الْكَرِيْم! عذابِ قبر کان بچي ويندا سين.

## صدّيق ۽ عمر رَضِیَ اللهُ عَنْهُما جو وسيلو ڪم اچي ويو

پنهنجي دور جا مجدد ۽ تمام وڏا عالِم، مُفسر، مُحَدِث حضرت امام جلالُ الدين سيوطي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه لکن ٿا: مفسرِ قرآن حضرت ابو قاسم بن هِبَة الله رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه فرمايو: اسان جي هڪ هم مکتب (يعني ڪلاس فيلو) جو انتقال ٿي ويو ته استاد صاحب ڪيس خواب ۾ ڏسي پڇيو: الله پاڪ توسان ڪهڙو معاملو فرمايو؟ هن چيو: مون کي بخشيو ويو آهي. استاد صاحب پڇيو: نڪيرين (يعني قبر ۾ سوال پڇڻ وارن فرشتن) سان ڪيئن گذري؟ هن چيو: استاد صاحب! جڏهن نڪيرين مون کي ويهاري پڇيو ته تنهنجو ربّ ڪير آهي ۽ تنهنجو نبي ڪير آهي؟ ته الله پاڪ منهنجي دل ۾ خيال پيدا ڪيو ته مان انهن کي چوان: حضرت ابو بڪر ۽ حضرت عُمَر رَضِیَ اللهُ عَنْهُما جي واسطي مون کي ڇڏي ڏيو! جنهن تي هڪ فرشتي ٻئي کي چيو: هن اسان کي تمام وڏو قسم ڏنو آهي، تنهنڪري هن کي ڇڏي ڏيو. سو اهي ٻئي مون کي ڇڏي هليا ويا. (1)

کیوں نہ ہو رُتبہ بڑا اَصحاب و اہلِ بیت کا | ہے خدائے مصطفٰی، اَصحاب و اہلِ بیت کا
آل و اَصحابِ نبی سب بادشہ ہیں بادشاہ | میں فقط ادنٰی گدا اَصحاب و اہلِ بیت کا
فَضلِ ربّ سے دو جہاں میں کامیابی پائے گا | دل سے جو شَیدا ہوا اَصحاب و اہلِ بیت کا [2]

*-*-*-*

| | | | |
|---|---|---|---|
| ہر صحابیِٔ نبی! | جنتی جنتی | سب صحابیات بھی ! | جنتی جنتی |
| چار یارانِ نبی! | جنتی جنتی | حضرتِ صدیق بھی ! | جنتی جنتی |
| اور عمرِ فاروق بھی! | جنتی جنتی | عثمانِ غنی! | جنتی جنتی |
| فاطمہ اور علی ! | جنتی جنتی | ہیں حَسَن حُسین بھی! | جنتی جنتی |
| والِدَین نبی! | جنتی جنتی | ہر زوجۂ نبی! | جنتی جنتی |
| اور ابو سُفیان بھی! | جنتی جنتی | ہیں مُعاویہ بھی! | جنتی جنتی |

1... المنتظم لابن جوزی ،جلد:15،صفحہ:138، رقم :3092- ہِبَۃُ اللہ بن سلامہ ۔
2 وسائلِ فردوس، صفحہ:35 ملتقطاً۔

# قبر ۾ ڪم اچڻ وارا ڪجھ وڌيڪ اعمال

پيارا اسلامي ڀائرو! ۞ اهڙي طرح تلاوت ڪرڻ جي عادت اپنايو! خاص طور تي روزانو رات جو سورت مُلْڪ شريف لازمي پڙهندا ڪريو! حديث پاڪ ۾ هن مبارڪ سُورت کي عذابِ قبر کان بچائڻ واري سُورت فرمايو ويو آهي، 30 آيتون آهن، پنجن کان ڏهن منٽن ۾ آسانيءَ سان پڙهي وينديون آهن، جيڪي حافظِ قرآن آهن، اهي تہ وڌيڪ آسانيءَ سان پڙهي سگهن ٿا، تنهنڪري روزانو رات جو گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو سُورت ملڪ شريف لازمي پڙهندا ڪريو! ۞ پنج ئي نمازون وقت جي پابنديءَ سان باجماعت مسجد ۾ ادا ڪرڻ ۞ زڪوات فرض هجي تہ ادا ڪرڻ ۞ روزا رکڻ ۽ ۞ ماٺهن سان حُسنِ سلوڪ ڪرڻ بہ عذابِ قبر کان بچڻ جا سبب آهن. حضرت ابو هريره رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ کان مروي آهي تہ نبي غيب دان، رحمَتِ عالميان صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: ان ذات جو قسم! جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي! جڏهن مُردي کي قبر ۾ رکيو ويندو آهي تہ هو واپس موٽي وڃڻ وارن جي چپلن جا آواز بہ ٻڌندو آهي، جيڪڏهن مومن هوندو تہ نماز ان جي مٿي کان، زڪوات ساڄي پاسي کان، روزو کاٻي پاسي کان ۽ ٻيون نيڪيون، ڀلايون ۽ ماڻهن سان ڪيل حُسنِ سُلوڪ سندس پيرن جي پاسي کان اچي وڃن ٿا، جيڪڏهن مٿي جي طرف کان عذاب اچي تہ نماز چوندي آهي: هتان تنهنجي لاءِ ڪا واٽ نہ آهي. ساڄي (*Right*) پاسي کان اچي تہ زڪوات چوندي آهي: منهنجي طرف کان بہ توکي رستو نہ ملندو. کاٻي (*Left*) پاسي کان اچي تہ روزو چوندو آهي: مان توکي هتان داخل ٿيڻ نہ ڏيندس، پوءِ عذاب پيرن جي طرف کان ايندو تہ ڀلايون، نيڪيون ۽ ماڻهن سان ڪيل حُسن سُلوڪ چوندا آهن: هتان کان بہ توکي ڪو رستو ملڻ وارو نہ آهي.[1]

هر عبادت سے بَرتر عبادت نَماز | ساری دولت سے بڑھ کر ہے دولت نَماز
نارِ دوزخ سے بے شک بچائے گی یہ | رَبّ سے دلوائے گی تم کو جنّت نَماز

اللّٰہ پاڪ اسان کي نيڪيون ڪرڻ، گُناهن کان بچڻ، پنهنجا عقيدا هر وقت مضبوط رکڻ، بُرن عقيدن ۽ بُرا اعمال ڪرڻ وارن کان پري رهڻ جي توفيق نصيب

1 ... معجمِ اوسط،جلد:2، صفحہ:92، حديث:2630ـ

فرمائي. ڪاش! پياري محبوب صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي صدقي عذابِ قبر کان نجات ملي وڃي، ڪاش! شفاعتِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم نصيب ٿي وڃي ۽ بي حساب جنت ۾ داخل ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون. اٰمِین بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِیّٖن صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم.

خطاؤں کو میری مٹا یاالٰہی! | مجھے نیک خصلت بنا یاالٰہی!
تجھے واسطہ سارے نبیوں کا مولیٰ | مری بخش دے ہر خطا یاالٰہی!

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

## 12 ديني ڪمن مان هڪ ديني ڪم : نيڪ اعمال

اي عاشقانِ رسول! بامقصد، سنتن سان ڀرپور ۽ نيڪين واري زندگي گذارڻ جي لاءِ عاشقانِ رسول جي ديني تحريڪ دعوتِ اسلامي جي ديني ماحول سان وابسته ٿي وڃو ۽ **12** ديني ڪمن ۾ به خوب حصو وٺو، اِنْ شَآءَ اللّٰہُ الْکَرِیْم! دُنيا ۽ آخرت جون بيشمار برڪتون نصيب ٿينديون. **12** ديني ڪمن مان هڪ ديني ڪم روزانو نيڪ اعمال جي رسالي مان جائزو وٺڻ به آهي.

۞ سرورِ عالَم، نورِ مُجَسَّم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: عقلمند اهو آهي جيڪو پنهنجو محاسبو ۽ مرڻ کان پوءِ جي لاءِ عمل ڪري.[(1)] ۞ پنهنجي اصلاح ڪرڻ ۽ پاڻ کي شيطان کان بچائڻ جو بهترين طريقو هي آهي ته اسان پنهنجين عادتن، پنهنجي ڪردار ۽ پنهنجن عملن جو جائزو وٺندا رهون. اڄوڪي دور ۾ اميرِ اهلسنت مولانا محمد الياس عطار قادري دَامَتْ بَرَکَاتُہُمُ الْعَالِیَہ پنهنجو جائزو وٺڻ جو آسان طريقو ڏنو آهي: **رسالو نيڪ اعمال** ۞ وڏي عمر جي اسلامي ڀائرن لاءِ نيڪ اعمال رسالي ۾ **72**سوال جواب لکيل آهن ۞ هر سوال جي هيٺان **30** خانا آهن ۞ روزانو سوال پڙهي پنهنجو جائزو وٺڻو هوندو آهي ۽ خانا ڀرڻا هوندا آهن ۞ درست انداز سان اسلامي زندگي گذارڻ جو هي بهترين نسخو آهي ۞ هن جي ذريعي نه ڄاڻ ڪيترن جي اصلاح ٿي چڪي آهي.

1... ترمذی،ابواب صفة القيامة...الخ، صفحه:583، حديث:2459بتغير قليل۔

توهان بہ ھي رسالو خريد ڪريو! نيڪ اعمال جي مطابق روزانو جائزو وٺو! اِنْ شَآءَ اللہُ الْکَرِیۡم! تمام گھڻو فائدو ٿيندو ۞ اخلاق سڌرندا ۞ ڪردار سنو ٿيندو ۞ عادتون بهتر ٿينديون ۞ نيڪين تي استقامت ملندي ۞ گُنَاھن کان نفرت ٿيندي ۞ دل روشن ٿيندي ۞ محبتِ الٰهي نصيب ٿيندي ۞ عشقِ رسول ۾ اضافو ٿيندو ۞ روحانيت ملندي ۞ ۽ فڪرِ آخرت نصيب ٿيندو.

## نيڪ اعمال رسالي جي برڪت

نيو ڪراچيءَ جي هڪ اسلامي ڀاءُ جي بيان جو خلاصو آهي تہ اسان جي علائقي جي مسجد جا امام صاحب، جيڪي دعوتِ اسلامي سان وابستہ آهن، انهن منهنجي وڏي ڀاءُ کي نيڪ اعمال جو رسالو تحفي ۾ پيش ڪيو. اهي گهر کڻي آيا، گهر اچي انهن رسالو پڙهيو تہ حيران ٿي ويا تہ هن مختصر رسالي ۾ هڪ مسلمان کي اسلامي زندگي گذارڻ جو ايترو زبردست فارمولو ڏنو ويو آهي! نيڪ اعمال جو رسالو ملڻ جي برڪت سان اَلْحَمْدُلِلّٰه! انهن کي نماز پڙهڻ جو جذبو مليو ۽ نمازِ باجماعت جي ادائيگي لاءِ مسجد ۾ حاضر ٿيا ۽ هاڻي پنج وقت جا نمازي ٿي چڪا آهن، ڏاڙهي مبارڪ بہ سجائي ورتائون ۽ پابنديءَ سان نيڪ اعمال جي رسالي مان جائزو وٺڻ وارا بڻجي ويا آهن.

نیک اعمال کے عامل پہ ہر دم ہر گھڑی | یاالٰہی! خوب برسا رحمتوں کی تُو جھڑی

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللہُ عَلٰی مُحَمَّد

## مدني قاعِده (Madani Qaida) موبائل ايپليڪيشن

پيارا اسلامي ڀائرو! قرآن ڪريم جو فيضان عام ڪرڻ جي لاءِ دعوتِ اسلامي جي *I.T* ڊيپارٽمينٽ هڪ موبائل ايپلي ڪيشن جاري ڪئي آهي، جنهن جو نالو آهي: **مدني قاعِده** *(Madani Qaida)*. هن ايپلي ڪيشن ۾ مڪمل مدني قاعدو ۽ ان جي آڊيو *(Audio)* شامل ڪئي وئي آهي يعني هن ايپلي ڪيشن ۾ توهان مدني قاعدي جي جنهن حرف يا جنهن لفظ تي ڪلڪ *(Click)* ڪندا، آڊيو *(Audio)* ۾ ان

جو تَلَفّظْ هلندو، اهڙي طرح هن ايپلي ڪيشن جي مدد سان آسانيءَ سان مدني قاعدو پڙهي، ان جي مشق (Practice) ڪري دُرُست مخارج ۽ ضروري تجويد سکي سگھجي ٿي. هن ايپلي ڪيشن ۾ مدني قاعدي جي سيني سبقن جي وڊيو ريڪارڊنگ بہ ڏسي سگھجي ٿي. هيءَ ايپلي ڪيشن پنهنجي سمارٽ فون ۾ انسٽال ڪري، پاڻ بہ فائدو حاصل ڪريو ۽ ٻين کي بہ ان جي ترغيب ڏياريو.

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِيب! صَلَّی اللّٰهُ عَلٰی مُحَمَّد

## ڪجھ ضروري اعلانات

هر چنچر تي اميرِ اهلسنت دَامَتْ بَرَکَاتُهُمُ الْعَالِيَه مدني چينل تي لائيو **هفتيوار مدني مذاڪرو** فرمائيندا آهن، ايندڙ چنچر تي بہ مدني چينل تي رات جو لڳ ڀڳ **9:15** تي اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! هفتيوار مدني مذاڪرو ٿيندو، جنهن ۾ شيخ طريقت، امير اهلسنت مولانا الياس عطار قادری دَامَتْ بَرَکَاتُهُمُ الْعَالِيَه سُوالن جا جواب بہ عنايَت فرمائيندا. تمام ذميدار ۽ عاشقانِ رسول هن مدني مذاڪري ۾ پاڻ بہ شرڪت فرمايو ۽ ٻين کي بہ ان جي دعوت ڏيو. شيخ طريقت، امير اهلسنت دَامَتْ بَرَکَاتُهُمُ الْعَالِيَه هر هفتي هڪ دِيني رسالو پڙهڻ جي بہ ترغيب ارشاد فرمائيندا آهن، ايندڙ هفتي جي مدني مذاڪري ۾ رسالو **مڪي جون مسجدون** جو اعلان ڪيو ويندو. هي رسالو پاڻ بہ پڙهو! ٻين کي بہ ان جي پڙهڻ جي ترغيب ڏياريو ۽ سوشل ميڊيا مثلاً واٽس ايپ وغيره تي رضاءِ الٰهي ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٻين سان بہ شيئر (Share)ڪريو! اميرِ اهلسنت مولانا محمد الياس قادری دَامَتْ بَرَکَاتُهُمُ الْعَالِيَه جي پهرين سفرِ مدينہ جي حالات پڙهڻ جي لاءِ مڪتبة المدينہ جو شايع ڪيل رسالو **اميراهلسنت جو پهريون سفرِ مدينہ**، **20** روپين خريد فرمايو جڏهن تہ حج ۽ عمري جو مختصر ۽ آسان طريقو ڄاڻڻ لاءِ تمام پيارو رسالو **حج ۽ عمري جو مختصر طريقو**، **40** روپين ۾ خريد ڪري پاڻ بہ پڙهو! ۽ ٻين کي بہ ان جي ترغيب ڏياريو!

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِيبِ! صَلَّی اللّٰهُ عَلٰی مُحَمَّد

پيارا اسلامي ڀائرو! بيان کي اختتام جي طرف آڻيندي سنت جي فضيلت ۽ ڪجھ آدابِ زندگي بيان ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان. تاجدارِ رسالت، شهنشاهِ نبوت صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: مَنْ اَحَبَّ سُنَّتِی فَقَدْ اَحَبَّنِی وَمَنْ اَحَبَّنِی كَانَ مَعِی فِی الْجَنَّةِ جنهن منهنجي سنت سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي اهو جنت ۾ مون سان گڏ هوندو. [1]

سینہ تیری سُنّت کا مدینہ بنے آقا! | جنت میں پڑوسی مجھے تم اپنا بنانا

## عمامي شريف جون سنتون ۽ آداب

آخري نبي، رسولِ هاشمي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا 2 فرمان: (1): عمامي سان نماز پڙهڻ 10 هزار نيڪين جي برابر آهي. [2] (2): عمامو ٻڌو توهان جي برداشت ڪرڻ جي قوت وڌندي. [3]

پيارا اسلامي ڀائرو! عمامو ويهي ٻڌو ۽ پاجامو يا شلوار ويهي پايو ۞ جنهن ان جي ابتڙ ڪيو (يعني عمامو ويهي ٻڌو ۽ شلوار بيهي پهري) اهو اهڙي مرض ۾ مبتلا ٿيندو جنهن جي دَوا ناهي (يعني طبيبن کي دوا جو علم ناهي) ۞ عمامو ٻڌڻ کان پهريان سنيون سنيون نيتون ڪري وٺو، هڪ بہ سٺي نيت نہ هوندي تہ ثواب نہ ملندو ۞ مناسب اهو آهي تہ عمامي جو پهريون پيچ مٿي جي ساڄي پاسي وڃي ۞ اللّٰه پاڪ جي آخري رسول صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مبارڪ عمامي جو شملو عموماً پُشت (يعني مبارَڪ پٺيءَ) جي پويان هوندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ساڄي پاسي، ڪڏهن ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ 2 شملا هوندا هئا ۞ کاٻي پاسي شملو لڙڪائڻ خلافِ سنت آهي ۞ عمامي جي شملي جي ڊيگهه گهٽ ۾ گهٽ 4 آڱريون ۽ وڌ ۾ وڌ (اڌ پنيءَ تائين يعني لڱ پڳ) هڪ هٿ (وچين آڱر جي چوٽي کان وٺي ڦُونڻ تائين جي ماپ کي هڪ هٿ سڏيو ويندو آهي) هجڻ گهرجي ۞ عمامو قبلي طرف منهن ڪري بيهي ٻڌو ۞ عِمامو بيهي ٻڌڻ سنت آهي مسجد ۾ ٻڌو يا ڪنهن بہ ٻي جاءِ تي

---

1… تاريخ مدينہ دمشق، جلد:9، صفحہ:343۔
2… مسندالفردوس، جلد:2، صفحہ:406، حديث:3805۔
3… مستدرک، کتاب اللباس، جلد:5، صفحہ:272، حديث:7488۔

۞ عمامي ۾ سنت اها آهي تہ اڍائي وال کان ننڍو نہ هجي ۽ نہ ئي 6 والن کان وڌيڪ هجي ۽ ان جي ٻڌائي گنبذ وانگر هجي.(1)

مختلف سنّتون سکڻ جي لاءِ مکتبةُ المدينہ جو ڪتاب **بهارِ شريعت** جلد:3 حصّو: 16، ۽ شيخِ طريقت، اميرِ اهلسنّت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جو 91 صفحات جو رسالو **550 سنّتون ۽ آداب** خريد ڪيو ۽ پڙهو، سنّتن سکڻ جو هڪ بهترين ذريعو دعوتِ اسلامي جي مدني قافلن ۾ عاشقانِ رسول سان گڏ سنّتن ڀريو سَفر بہ آهي.

قرض ہو گا ادا آکے مانگو دعا | پاؤ گے برکتیں قافلے میں چلو
قَرض کا بار ہو، بے کسی یار ہو | چاہو گر راحتیں قافلے میں چلو

الله پاڪ اسان کي عَمل جي توفيق عطا فرمائي.

آمِين بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيّن صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم.

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

# دعوتِ اسلامي جي هفتيوار سنتن ڀري اِجتِماع ۾ پڙهيا ويندڙ 6 درود شريف ۽ 2 دعائون

## ﴿1﴾ جمعہ جي رات جو دُرُود

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الْحَبِيْبِ الْعَالِى الْقَدْرِ الْعَظِيْمِ الْجَاهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ

بزرگن فرمايو تہ جيڪو شخص هر جمعرات (جمعہ ۽ خميس جي وچين رات) هن دُرُود شريف کي پابندي سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو پڙهندو موت جي وقت سرڪار مدينہ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي زيارت ڪندو ۽ قبر ۾ داخل ٿيڻ وقت بہ ايستائين ڏسندو تہ سرڪار مدينہ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان کي پنهنجي هٿن سان قبر ۾ داخل ڪري رهيا آهن.(2)

---

1...550سنتيں اور آداب، صفحہ:54-56ملتقطاً۔
2 افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة السادسة والخمسون، ص151ملخصًا

## ﴿2﴾ سمورا گُناه مُعاف

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ

حضرتِ سَيِّدُنا انس رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ کان روايت آهي تہ تاجدارِ مدينه صَلَّى اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: جيڪو شَخص هي دُرُود شريف پڙهي جيڪڏهن بينل هو تو ويهڻ کان پهريان ۽ وينل هو تہ بيهڻ کان پهريان، ان جا گناهہ معاف ڪيا ويندا. [1]

## ﴿3﴾ رَحمت جا ستر دروازا

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ

جيڪو هي دُرُود شريف پڙهندو آهي ان تي رحمت جا ستر دروازا کوليا ويندا آهن. [2]

## ﴿4﴾ ڇهہ لک دُرُود شريفن جو ثواب

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا فِيْ عِلْمِ اللّٰهِ صَلَاةً دَآئِمَةً بِدَوَامِ مُلْكِ اللّٰهِ

حضرت اَحمد صاوِي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه ڪِن بُزرگن کان نقل ڪن ٿا هن دُرُود شريف ڪي هڪ ڀيرو پڙهڻ سان ڇهہ لک دُرُودشريف پڙهڻ جو ثواب حاصل ٿيندو آهي. [3]

## ﴿5﴾ قُربِ مُصطفٰي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَ تَرْضٰى لَهٗ

هڪ ڏينهن هڪ شَخص آيو تہ حُضُورِ اَنور صَلَّى اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کيس پنهنجي ۽ صِدّيقِ اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ جي وچ ۾ ويهاريو، انهيءَ تي صَحابَہ ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُم کي تَعَجُّب ٿيو تہ اهڙي مرتبي وارو شخص ڪير آهي جڏهن اهو هليو ويو تہ سرڪار مدينہ صَلَّى اللّٰہُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: هو جڏهن مون تي دُرُودِ پاڪ پڙهندو آهي تہ هيئن پڙهندو آهي. [4]

---

[1] افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الحادية عشرة، ص 65

[2] ... القول البديع، الباب الثانى، ص277

[3] ... افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الثانية والخمسون، ص149

[4] ... القول البديع، الباب الاول، ص4125

## ﴿6﴾ دُرُود شَفَاعت

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

شافع امم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو فرمان معظم آهي : جيڪو شخص هي درود پاڪ پڙهي ان جي لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويندي آهي. [1]

## ﴿1﴾ هڪ هزار ڏينهن جون نيڪيون

جَزَى اللّٰهُ عَنَّا مُحَمَّدًا مَا هُوَ اَهْلُهٗ

حضرتِ سَيِّدُنا ابنِ عباس رَضِیَ اللّٰهُ عَنْهُمَا کان رِوايت آهي تہ سرڪارِ مدينہ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: هي درود شريف پڙهڻ واري جي لاءِ ستر فرشتا هڪ هزار ڏينهن تائين نيڪيون لکندا آهن. [2]

## ﴿2﴾ جڻ شبِ قدر حاصل ڪري ورتي

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ الْحَلِيْمُ الْكَرِيْمُ، سُبْحٰنَ اللّٰهِ رَبِّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبِّ الْعَرْشِ الْعَظِيْم

(خداءِ حليم و ڪريم کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق ناهي، اللّٰه پاڪ آهي جيڪو ستن آسمانن ۽ عرشِ عظيم جو پروردگار آهي)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جنهن هن دُعا کي ٽي ڀيرا پڙهيو جڻ ان شبِ قدر کي حاصل ڪري ورتو. [3]

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

---

1... الترغيب والترهيب، ج 2، ص 329، حديث 31
2... مجمع الزوائد،ڪتاب الادعية،باب فی ڪيفية الصلاة...الخ،254/10،حديث:17305
3... ابنِ عساڪر ج 19، ص 155، حديث 4455